پيار مان

سائين نرجن لاءِ

ياسر قاضي

13 آڪٽوبر 2015ع

**بيڙيءَ ۾ چنڊ**

# ٻيڙيءَ ۾ چنڊُ

(ٻارن لاءِ سرجيل شاعري)

ياسر قاضي



پوپٽ

پوپٽ پبلشنگ هائوس خيرپور ـ سنڌ

2012ع

POPAT BOOK NO. 31

بيڙيءَ ۾ چنڊُ

(ٻارڙن لاءِ سرجيل شاعري)

شاعر: **ياسر قاضي**

ڇاپو پهريون: ڊسمبر 2012ع

تعداد: هڪ هزار

ٽائيٽل ڊزائين: فتاح هاليپوٽو (شرجيل)

ڪمپوزنگ ۽ اسڪيچ: ياسر قاضي

لي آئوٽ: آصف نظاماڻي

ڇپيندڙ: پوپٽ پرنٽنگ پريس، خيرپور، فون: 0243-552913

ڇپائيندڙ: پوپٽ پبلشنگ هائوس مال روڊ خيرپور

ملهه: -/100 روپيه

**BERI'A MEIN CHAND**

(Poetry for Children's)

By: **Yasir Qazi**

First Edition: December 2012

Quantity: 1000 Copies

Title Design: Fatah Halepoto (Sharjeel)

Composing & Sketches: Yasir Qazi

Lay out: Asif Nizamani

Printed by: Popat Printing Press, Khairpur Ph: 0243-552913

Published by: Popat Publishing House, Mall Road Khaiprur

Price: **Rs. 100/-**

# ارپنا

صحافت جِي دنيا جي گمنام ٿي ويل ستاري



مرحوم **حسام سومري**

جي نالي

جنهن1988ع مُنهنجو پهريون نظم روزاني "هلالِ پاڪستان" جي ٻارڙن
لاءِ ترتيب ڏنل صفحي "ٻارڙا اڪين جا تارڙا" ۾ ڇاپي مُنهنجِي همت
افزائي ڪئي هئي ۽ پوءِ بہ مسلسل مُنهنجيُون ڪچيُون ڦڪيُون
تخليقون اهميت سان ڇاپيندو رهيو.
افسوس! جو سڄي زندگي صحافت کي ارپيندڙ هي مخلص ۽ مسڪين
صحافي اڄ ڪنهن کي بہ ياد ناهي.

(ياسر قاضي)

# سنڌاءُ

# پبلشر نوٽ

ياسر قاضيءَ جو تعلق سنڌ جي هڪ علمي ۽ ادبي گهرائي سان آهي. شعر ۽ ادب جي دنيا کيس ورثي ۾ ملي آهي. هُو هِڪُ سُجاڻ شاعِرَ جي حيثيت ۾ سنڌي شاعريءَ جي سفر ۾ شامل رهندو پئي آيو آهي. ريڊيو، ٽيليويزن ۽ اسٽيج جي هِڪَ هردلعزيز ڪمپيئر واري سڃاڻ به سندس شخصيت جو حصو آهي. ٻارن لاءِ لکڻ ۽ خاص ڪري ٻارن لاءِ سهڻي ۽ سليس لهجي ۾ شعر لکڻ پڻ سندس تخليقي ڪَمَ جو اهم حوالو آهي. اوهان جي هٿن ۾ موجود سندس هي ٻال ـ ڪويتا ڪتاب انهيءَ جو اهم ثبوت آهي. **"ٻيڙيءَ ۾ چنڊ"** ۾ موجود سنڌ جي ٻارن لاءِ تخليق ڪيل سندس شاعريءَ جو هي ڪتاب، سندس سهڻن خيالن ۽ گڏوگڏ سندس ئي ناهيل خوبصورت اسڪيچن سبب يقيناً هِڪُ منفرد ۽ اهم ڪتاب ثابت ٿيندو ـ گڏوگڏ سنڌ جي ٻين ڪويتا ڪارن لاءِ انهيءَ انسپائريشن جو سبب به بڻجندو ته هُو به سنڌ جي ٻالڪن لاءِ پنهنجيون تخليقي توانايون خرچ ڪن.

اوهان جي موٽ جو اداري پوئيٽ پبلشنگ هائوس کي هميشه وانگر اوسيئڙو رهندو.

**قربان منگي**

چيئرمين

پوئيٽ پبلشنگ هائوس ـ خيرپور

# ٿافين جو مينهن

اسان جڏهن مشهور ادبي تنظيم ”گلن جهڙا ٻارڙا“ جا ميمبر هوندا هئاسين، ته وڏو اتساهه ملندو هو. اسٽيج تي اچي تقريرون ڪندا هئاسين. ڪهاڻيون لکندا هئاسين، شاعري تخليق ڪندا هئاسين. تنظيم جي رسالي ”گلن جهڙا ٻارڙا“ جا اوهان پراڻا پرچا ڏسندا ته انهن ۾ اوهان کي هڪ ڪردار ”آچر“ جُون مختلف ڪهاڻيون ”آچر جا احوال“ جي نالي سان ملنديون ۽ ٻاراڻا ٻول ۽ ٻي شاعري پڻ چڱيءَ نظر ايندي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻاراڻي ادب جي تخليق جو اهو هڪ شاندار دؤر هو، جنهن کي صرف هاڻي ياد ئي ڪري سگهجي ٿو. اهي اتساهه جا وسيلا هاڻي نه رهيا آهن، نه ئي اسان جي اها پهچ رهي آهي جو ٻارن لاءِ اڳ جهڙا گيت ۽ نظم تخليق ڪري سگهُون. اڄ ٻارن لاءِ ادب تخليق ڪرڻ ۽ ان جي اشاعت لاءِ انفرادي سطح تي ڪوششون ٿي رهيون آهن ۽ جيڪي ٻه فرد انهن ۾ حصو وٺي رهيا آهن، انهن کي جس هجي.

اسان جي نوجوان شاعر دوست ياسر قاضيءَ جو ٻارن لاءِ تخليق ڪيل شاعريءَ جو مجموعو ”ٻيڙيءَ ۾ چنڊ“ اوهان جي هٿن ۾ آهي. ياسر قاضي اڄ سڄيءَ سنڌ ۾ ڄاتو سُڃاتو وڃي ٿو. خاص طور تي ميڊيا جي نسبت سان هن کي گهڻي شهرت ملي آهي. هن جي اها به خوشنصيبي آهي، جو هن جو جنم هڪ علمي، ادبي گهراڻي ۾ ٿيو. سندس ڏاڏو، قاضي عبدالحئي ”قائل“ صاحب ۽ والد، مقصود گل صاحب سنڌي ادب ۾ پنهنجي ڌار سڃاڻپ رکن ٿا. ياسر قاضيءَ کي مان سندس ٻالڪپڻ کان سُڃاڻان. هن جي ذهانت ۽ ڦڙتائيءَ، شروع کان ئي اهو محسوس پئي ڪرايو ته هُو ذات جي ڏيهه ۾ پنهنجي مڃتا ضرور ڪرائيندو. هن ٻاراڻي

وهيءَ ۾ ئي ادب ڏانهن دل لڳائي ۽ اڄ هو هڪ سُڄاڻ تخليقڪار ۽ آرٽسٽ جي روپ ۾ اُڀري آيو آهي.

ياسرقاضيءَ جي ٻارن لاءِ ڪيل هن شاعريءَ ۾ مون کي هن جو ٻالڪپڻ لياڪا پائيندي نظر اچي ٿو ۽ هن پنهنجي ذات وسيلي انهن ڪيفيتن کي لفظن ۾ پينٽ ڪيو آهي.

ٻارن جي ذهني سطح مطابق هيئت لهي انهن لاءِ نظم ۽ گيت تخليق ڪرڻ ڪو معمولي ڪم ناهي.

ياد نہ ٿو ٿئي ٽِن جو ڪوڙو
جهُومي جهُولي ڳهُڳهُو ڳهوڙو

★

ڪڙڪائڻ سان ياندارو
آهہ خوشيءَ ۾ واڌارو

★

ارچڪ مرچڪ، ڳهُومڻ ڳهمچڪ
ڦول پتاشا، رائي باشا

★

مولا! مُنهنجو عرض اگهاءِ!
ٿافين جو اڄ مِينهُن وساءِ!

★

ياسر قاضيءَ جي هن ٻارن جي شاعريءَ واري ڪِتڪي ۾ انهن مٿين ٻولن جهڙا ٻيا بہ ڪيترا ئي شعر آهن، جيڪي پڙهڻ کانپوءِ ذهنن تي ياد رهجي وڃڻ جهڙا آهن. سندس نظم ”هيليڪاپٽر“، ”چند ماما“، ”نوريٽڙو ۽ نسوار“، ”ياندارو“، ”نئين ارچڪ مرچڪ“، ”دبلي ۾ دبلو“، ”مور جي شادي“ ۽ ”ٿافين جو مِينهُن“ پنهنجي مواد ۾ ٻارڙن جي نفسيات جي بلڪل ويجهو آهن. نظمن جا عنوان اهڙي انداز جا آهن، جو ٻارڙن جو ڌيان پنهنجو پاڻ انهن ڏانهن ڇڪجي وڃي. ٻارن جي ادب جو بنيادي مقصد بہ اهو ئي آهي تہ ٻار ڪتاب جي ويجهو اچي ۽ هن ۾

مطالعي جو رجحان پيدا ٿئي. ان ڪري ضروري آهي ته ٻارن لاءِ تخليق ٿيل نظمن ۾ گيتن ۾ مواد گهڻو ڳوڙهو، ناصحانو ۽ پيچيده ٻوليءَ وارو نه هئڻ گهرجي.

ياسر قاضي به انهن ڳالهين کي سامهون رکندي، ٻارن لاءِ نظمن ۾ سادو مواد ۽ آسان ٻولي استعمال ڪئي آهي. هن پنهنجي طرفان ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي ته نظم ۽ گيت ٻارڙن جي ذهني سطح تي پورا لهن ۽ انهن کي پسند اچن. پنهنجي ايندڙ نسل جي معصومن کي ڪتاب ارپڻ هڪ شاعر طرفان تمام اهم تحفو آهي. هونئن ته سنڌيءَ ۾ شاعريءَ جا مجموعا وڏي تعداد ۾ ڇپجن ٿا، پر ٻارن لاءِ ڪتاب بوڪ اسٽالن تي اوهان کي نظر نه ايندا. اهڙيءَ صورتحال ۾ ياسر قاضيءَ جو هي ڪتاب، گهڻي اهميت رکي ٿو ۽ اهڙي ڪاوش تي هو ساراهه ۽ جس جو مستحق آهي.

**ادل سومرو**

واريءَ ـ تڙ، سکر

# چمڪ چمڪ ٽُون چنڊ مشعال

اسان جا سنڌي ٻوليءَ جا وڏا اديب ٻهانو ڪندا آهن ته ٻاراڻو ادب سرجڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي، تنهن ڪري هُو ٻارن لاءِ ادب ڪونه ٿا لکي سگهن. اها ساڳئي ڳالهه مُون سنڌي ٻوليءَ جي ٻن ناميارن استاد شاعرن ۽ وڏن اديبن کان پڇي هئي. انهن جي طرفان مليل جواب مان جيئن جو تيئن هتي لکان ٿو.

استاد بخاريءَ کان مُون پڇيو هو ته: "ڇا ٻارن جي لاءِ لکڻ واقعي ڏکيو ڪم آهي؟ جيئن اسان جا وڏا اديب چون ٿا." استاد وراڻيو هو ته "ڪم جنهن به شئي جو نالو آهي، اهو ضرور محنت طلب ۽ ڏکيو هُوندو آهي. اهڙيءَ طرح ٻاراڻو ادب سرجڻ به ڏکيو ڪم ضرُور آهي، پر ايڏو ڏکيو به ناهي جو لکجي ئي نه. يا لکي ئي نه سگهجي."

ساڳئي سوال جو جواب ڊاڪٽر عطا محمد "حاميءَ" هن طرح ڏنو هو ته"ابا! ڏکئي يا سکئي ڪم جي مُون کي خبر ناهي. پر ٻارن جي لاءِ لکڻ مُون کي ڏانءَ نه ٿو اچي."

ساڳئي سوال جي لاءِ مُنهنجي ذاتي راءِ اها آهي ته ٻارن جي لاءِ لکڻ ڏکيو هجي يا نه هُجي، پر محنت طلب ضرُور آهي. جيڪو اديب ٻارن جِي اهميت ۽ احساس ذميواريءَ کان واقف هُوندو، اهو ضرُور ٻارن جي ادب لکڻ لاءِ ٽائيم بچائيندو. اهو آهي ته لفظن جو ورجاءُ پر لکڻو ئي پوي ٿو، ڇاڪاڻ ته ٻار اسان جي قوم ۽ وطن جي مستقبل جا معمار آهن، ان ڪري انهن جي ذهني اوسر ۽ فڪري فراوانيءَ لاءِ ضرور توجهه ڏيڻ گهرجي.

سجاڳ قومُون پنهنجي مستقبل کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ جي لاءِ هميشه پاڻ پتوڙينديُون آهن يورپي ملڪ، مغربي قومُون پنهنجي ٻارن جِي وندر ۽ سکيا لاءِ ڪروڙين ڊالر خرچ ڪري ڪارٽون ۽ ڪهاڻي

فلمون تيار ڪن ٿيون. ان ڪانسواءِ انهن وٽ ننڍڙن، نوآموز ٻارڙن جي نشوونما لاءِ وڏا عاليشان اسڪول، اڪيڊميون ۽ ادارا ڪم ڪن ٿا. ڪمپيوٽرائيزڊ پروگرامن وسيلي هو پنهنجي مستقبل جي معمارن جي ذهني پرورش ڪن ٿا. مونٽيسوري ڪان وٺي "اي ليول" ۽ "او ليول" تائين جهڙا سسٽم، ٻارن نهايت اثرائتي انداز ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿا. جڏهن ته اسان وٽ ڪم ان جي اُبتڙ آهي. ٻار اسان جي ترجيحات ۾ شامل ئي ناهي، جنهن ڪري اسان سندس تعليم توڙي تربيت طرف توجهه نٿا ڏيون ۽ موٽ ۾ اسان جا نسل صحتمند سوچن کي ذهنن ۾ پالڻ ڪانسواءِ ئي جوان ٿين ٿا ۽ معاشرو ڏوهن ۽ منفي سرگرمين جو گڙهه بڻجي ٿو.

اسان پنهنجي ماضيءَ ۾ جهاتي پائي ڏسنداسين ته گذريل وقت جي وڏن شاعرن پنهنجي دؤر جي ٻارڙن لاءِ شاعريءَ توڙي نثر ۾ ڀرپور لکيو آهي. ورهاڱي کان اڳ مرزا قليچ بيگ، محمد صديق "مسافر" ۽ ڪشنچند "بيوس" جهڙن شاعرن ۽ ورهاڱي کان پوءِ استاد بخاري، امداد حسيني، ادل سومرو، اياز گل، اختر درگاهيءَ، پرواني سيوهاڻيءَ، نصير مرزا، مختيار ملڪ، مختار گهمرو ۽ ٻين سميت ٻين ڪوڙ سارن شاعرن ۽ اديبن ٻارن لاءِ دل سان لکيو آهي ۽ لکندا رهن ٿا.ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا لوڪ ادب اسڪيم وارا، لوڪ ڪهاڻين جا جلد به ٻاراڻي ادب ۾ شامل ڪري سگهجن ٿا. جن ۾ پکين، جانورن ۽ ديون پرين جون ڪهاڻيون ٻارن جي وندر ۽ سکيا جو مواد مهيا ڪن ٿيون.

زيرِ نظر ڪتاب "ٻيڙيءَ ۾ چنڊ" ۾ اسان جي نوجوان لکاريءَ ۽ شاعر ياسر قاضيءَ به پنهنجي صلاحيتن تي ٻارن جو حق سمجهندي، ٻارن لاءِ شاعري ڪئي آهي. هن ڪتاب جي خوبصورت ناليءَ هيٺ خوبصورت ٻاراڻا نظمَ، سهڻن عنوانن سان ٻارن کي ٽهڪ ۽ مرڪون آڇڻ لاءِ پنهنجا پاند پکيڙيو آتا بيٺا آهن. نه صرف وندر، پر هنن نظمن ۾ سکيا ۽ تربيت جون به ڪوڙ ساريون ڳالهيون موجود آهن. جيڪي جهرمر جهاتيون پائي سڏن ٿيون.

مان نہ ياسر جي شاعريءَ تي ڪو تبصرو ڪندس، نہ شاعر جي خوبين ۽ صلاحيتن تي ڪجھ ڳالهائيندس. چاڪاڻ تہ هو منهنجو تسلسل آهي ۽ سندس تعريف ڪندي ايئن لڳندو تہ جڻ آءٌ پنهنجي تعريف ڪري رهيو هجان. وڏيڪ بارڙا پاڻ پڙهي فيصلو ڪندا تہ "ٿافين جو مِينهن"، "ڪوهياريءَ جي چيلِي"، "ڪينگرو"، "هيليڪاپٽر"، "مور جي شادي"، "پاندارو"، "لال ڦيرِي ـ گل ڦيرِي"، "تلور"، "عيد عيد مشالو" ۽ هن ڪتاب جا ٻيا نظم ڪين ڪيترا وڻيا ۽ بارڙن جي ادب جا پارکو بہ پرک، پروڙ ڪري هن ڪتاب بابت ضرور پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندا.

آخر ۾ مان ٻارن جي ڪويءَ ڪشنچند "بيوس" جي هنن سٽن سان هن ڪتاب جي شاعر ۽ سندس ڪلا لاءِ نيڪ تمنائن جو اظهار ڪريان ٿو:

چمڪ چمڪ ٿون چنڊ مشعال!
چوڪِي ٿُنهنجِي چنچل چال!!

**مقصود گل**

رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو

# شُڪر گُذاري

منهنجو ٻالڪپڻ ڏاڍو مزيدار گذريو آهي. جنهن ۾ تعليم ۽ تربيت ڪان وٺي، وندر، راند رُوند توڙي هم نصابي سرگرمين تائين هر ڪم ڪار ڏاڍي ڀرپور نموني ۾ ٿيو آهي. مون کي زندگيءَ ۾ پهريون ٻاراڻو نظم "نه مار مُنهنجي ڪُڪڙ کي..." منهنجي ڏاڏي قاضي عبدالحئي "قائل" ياد ڪرايو هو. اسان جو ڏاڏا بابا اسان سان ڏاڍو پيار ڪندو هو. جڏهن اسان پرائمريءَ جا شاگرد هئاسي ۽ جنهن ڏينهن اسان جو امتحان ٿيندو هو (تڏهن شروع وارن ڪلاسن ۾ "پڪو امتحان" به زباني ٿي ورتو ويندو هو) ته امتحان ۾ پاس ٿيڻ کانپوءِ گهر اچڻ کان اڳ بابا اسان کي (مونکي توڙي مُنهنجي ڀين ڀينرن ڀائرن کي) نوٽن وارا هارَ (ڪنڊيُون) ٻارائي ڀيڙن جو اڏ ڪلو وٺي، شاناڻتي نموني سان گهر وٺي ايندو هو ۽ خوشيءَ توڙي فخر سان اسان جي اميءَ کي مخاطب ڪري چوندو هو "ٻچن ماءُ! مبارڪ هجئي... تنهنجا ٻار پاس ٿي آيا ٿئي..." ٻالڪپڻ ۾ ڏاڏا بابا جي ان همت افزائيءَ واري رويي ٻڪ سان مُنهنجي شخصيت ۾ وڏو اُتساهه ڀريو.

اميءَ جي ننڍپڻ ۾ اسان کي ڏنل لوليءَ به ڏاڍي شاعراڻي هوندي هئي. اها جنهن انداز ۾ لوليءَ ۾ اسان ٻارن جا نالا شامل ڪندي هئي، ته اسان کي ايئن لڳندو هو ته اها لولي اسان لاءِ ئي ڪنهن لکي آهي. مان اڄ به جڏهن ٻارن لاءِ لکڻ ويهان ٿو ته مُونکي ڪنن ۾ اميءَ جي لوليءَ جو آواز سندس ئي ترنم ۾ ٿو گونجي:

"الله... الله... نُنهنجي ياسر جو به آهي الله... مُنهنجي ٻچڙي جو به آهي الله"

ننڍي لاءِ علم توڙي ادب سان چاهه، پنهنجي ڌرتيءَ سان سڪ ۽ سڳهارن سان اُڪير جو جذبو جاڳائڻ ۾ مُنهنجي ڏاڏيءَ (رضيه بيگم)، مُنهنجي

ناني ۽ (زبيده خاتون)، مُنهنجي پڙ ناني ۽ (ناني سومل)، ابوءَ جي سڪ واري ماءُ، "امان ڪراڙي سيتان واري" (امان نصيبان ماچياڻي) ۽ اسان جي پاڙي جي "آئي بانرياڻيءَ" (آئي خانزادي)، جي ٻڌايل قصن ۽ آکاڻين جو وڏو عمل دخل آهي، جن "ست پٽ بادشاهه ڪي، انين لال جتي..."، "چالاڪ درزي"، "عقلمند خليفي"، "سون پري"، "سورزي" وغيره جهڙا اڪيچار قصا ٻڌائي مُنهنجي اندر لاشعوري طور تي ادب ۽ پنهنجي ثقافت جي سڪ ڪي جاڳايو. مان پنهنجين انهن سمورين ڏاڏين نانين ۽ ڏاڏا بابا ۽ اميءَ جو شڪر گذار آهيان، جيڪي مُنهنجي اندر موجود رنگن منجهان گهڻن رنگن ڪي منهنجي شخصيت ۾ منتقل ڪندڙ آهن.

اسان جي گهر ۾ ٻارڙن جا رسالا "گل ڦل" ۽ "نونهال" ته پابنديءَ سان ايندا ئي هئا، پر ابو ان دؤر جو ٻارڙن لاءِ سرجيل هر ڪتاب (توڙي اهو نثر جو هجي، يا نظم جو) گهر ۾ آڻيندو هو ۽ پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. پنهنجي ٻالڪپڻ ۾ مُون جن شاعرن ۽ اديبن جا ٻارڙن لاءِ لکيل ڪتاب پڙهيا، تن ۾ ادل سُومري، اياز گل، اقبال شيخ، نصير مرزا، مختيار ملڪ، اختر درگاهيءَ، مختيار مگٽهار، پرواني سيوهاڻيءَ ۽ استاد بخاريءَ جا ڪتاب شامل آهن. اوهان اهو پڙهي حيران ٿيندا ته مُونکي سائين مختيار مگٽهار جي ڪتاب جو نظم

پاڙي وارو ڪاڪو ڪندو
اک ڪان ڪاڻو، جنگهه ڪان منڊو
ڪلهه صبح جو نوڙهه ڪرائي
تنهن ڪي ڏاڍو تيل لڳائي
چولن جو هڪ ٿالهه رنڌائي
تنهن ڪي ٽانگي ۾ وجهرائي
ڪلهه جو جيئن اسڪول ۾ آيو
ٻارن ڏاڍو شور مچايو
ڪنهن ٿي مس سان ليڪو پاتو
ڪنهن ٿي نوڙهه تي نونگو لڳايو

يا نصير مرزا جو نظم

سنهڙي جو نالو هو سيپڪ
ٿلهڙي جو نالو هو مننار

مونکي اڄ ڏينهن تائين ازبر آهن.

مان مٿي ذڪر ڪيل سمورن شاعرن ۽ اديبن جو شڪرگذار آهيان، جن منهنجي نسل لاءِ لکيو ۽ اسان سندن لکيل ٻولن جي بدولت سنڌو ڳالهائڻ توڙي سنڌو لکڻ سکياسين. مون چاهيو پئي ته منهنجي هن ٻهرين ڪتاب جو مهاڳ ۽ بيڪ ٽائيٽل واري راءِ لکندڙ شخصيتون انهن شاعرن منجهان ئي هجن، جن کي پڙهي مون پڙهڻ سکيو ۽ پڙهڻ سکي مون لکڻ سکيو. مون لاءِ اها ڳالهه خوشيءَ کان وڌيڪ آهي ته محترم ادل سومري منهنجي هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو آهي، جنهن جو ڪتاب "پوپٽ جهڙا گيت" مون ننڍپڻ ۾ نه ڄاڻ ڪيترا دفعا پڙهيو هو. منهنجي هن ڪتاب جي بيڪ ٽائٽل راءِ سائين نصير مرزا لکي آهي، جنهن سان منهنجي ويجهڙائپ جا ڪوڙ حوالا آهن. انهن منجهان هڪ حوالو هڪ ٻالڪ جي آئيڊيل ليکڪ وارو پڻ آهي. مان پنهنجي عزت افزائيءَ لاءِ انهن ٻنهي محبوب ليکڪن جو احسانمند آهيان.

اسان جي گهر ۾ هڪ وڏو پينگهو هوندو هو، جنهن ۾ جڏهن اونهاري ۾ ڪٿي منجهند جو اوچتو بجلي هلي ويندي هئي ته امي اسان ڀينرن ڀائرن کي ان پينگهي ۾ قطار ۾ سمهاري پينگهو لوڏي ننڊ ڪرائيندي هئي، ۽ اسين سڀ پينگهي جي لُڏڻ سبب هوا لڳڻ ڪري ننڊ ڪري ويندا هئاسين. ان ئي پينگهي ۾ شام ڌاري بجلي وڃڻ جي صورت ۾ آءٌ، منهنجي پيڻ گڏي (نائلا) ۽ منهنجو ڀاءُ ناصر، ويهي گيت ڳائي بجليءَ اچڻ تائين وقت گذاريندا هئاسين. انهن گيتن تي منهنجي پيڻ گيهه جو پنج سيري دٻو، ڍهل ڪري وڄائيندي هئي، جڏهن ته مان يا ناصر ٿاليءَ کنجري (ڏفلي) وڄائي شامل ٿيندا هئاسين. اسين ڪي فلمي گيت نه ڳائيندا هئاسين، بلڪ پنهنجي ابوءَ ۽ سنڌ جي مشهور شاعر مقصود گل جا ۽ استاد بخاريءَ جا گيت ڳائيندا هئاسين. ابوءَ جي

شاعريءَ جي اڌ ڪان وڌيڪ ڏائري اسان کي برزبان ياد هوندي هئي ۽ استاد بخاريءَ جا به ان وقت ڪيسيٽن ۾ وجندڙ بي شمار گيت اسان کي ازبر هوندا هئا. جيڪي آءُ سڄاڳ بار تحريڪ جي گڏجاڻين ۾ به ڳائي داد وصول ڪندو هئس. ان ئي دؤر ۾ بابا جو ٻاراڻي شاعريءَ وارو ڪتاب "ڪرڻا ڪرڻا" تازو ڇپيو هو. ان ڪتاب جا به "ريل راند"، "چولن وارو"، "ڀالش وارو" ۽ "پريم پري ۽ ڪانو ديو" سميت ڪيترا ئي نظم ۽ گيت اسان کي ياد هوندا هئا. يا بابا جا مختلف ڳائڻن جي آواز ۾ ڪيسيٽن ۾ ڳايل گيت به اسان کي حفظ هوندا هئا. جيڪي اسان انهن ئي ڏنن ۾ جيئن جو تيئن ڳائيندا هئاسين.

هڪ رات اينئن ئي بجلي نه هئي، امي رنڌڻي ۾ رات جي ماني پچائي رهي هئي ۽ اسان ٽئي ٻار اينئن ئي پينگهي ۾ لُڏندي ابوءَ جو گيت ڳائي رهيا هئاسين:

اڄ يار ! پريم، پيار جي پوڄا ڪري وٺون
سڪ، سونهن کي سلام ۽ سجدا ڪري وٺون

جڏهن اسان ان گيت جو آخري بند پني ڳاتو ته اُن جي پهرين سٽ هئي:

"مقصود" ! موت سان ملاقات ٿي سگهو

اسان جيئن ئي اها سٽ ڳائي ئي رهيا هئاسين ته امان رڌڻي مان رڙ ڪئي ته "اهو گيت نه ڳايو... يا اها سٽ نه چئو..." اميءَ جي رڙ سان ئي اسان جو ڳانو بند ٿي ويو. چند لمحن ۾ مون اها ئي سٽ پنهنجي ذهن ۾ تبديل ڪري ورتي ۽ هيئن جهونگاري:

"مقصود" ! سونهن سان ملاقات ٿي سگهو

شايد اها منهنجي اندر جي شاعر جي پهرين قلابازي هئي، جيڪا ان لمحي وقتائتي اظهار سان ٻاهر نڪتي ۽ هڪ اهڙي سٽ جڙي پئي. جو اميءَ جو اعتراض به ختم ٿي ويو ۽ ان سٽ اسان کي هن سهڻي گيت کي بنا ڪنهن رنڊڪ جي ڳائڻ جي قابل بڻائي ڇڏيو. مان سمجهان ٿو اها منهنجي سرجيل زندگيءَ جي پهرين سٽ هئي. مان اُن پينگهي توڙي اُن لمحي جو شڪرگذار آهيان، جنهن مونکي شاعر طور مون سان متعارف ڪرايو.

منهنجو پهريون لکيل باضابطہ نظم هو:

دل لڳائي پڙهندو آهيان
ڏيان ڪم تي ڏيندو آهيان

اهو نظم مون 1988ع ۾ لکيو هو. جڏهن آءٌ پاڻ ٻار هئس ۽ پنجين ڪلاس جو شاگرد هئس. اهو نظم سُنو تہ ڪونہ هو، پر ابوءَ منهنجي همت افزائيءَ لاءِ اهو نظم روزاني "هلال پاڪستان" جي ٻارڙن جي صفحي "ٻارڙا اکين جا تارڙا" ڪي اشاعت لاءِ موڪليو. جنهن ۾ اهو نظم ڇپيو ۽ مونکي پنهنجي پهرين شعر ڇپجڻ جي جيڪا خوشي ملي، ان جو بيان لفظن ۾ ڪرڻ ممڪن ئي ڪونهي. سنت ئي مون بابا جي صلاح سان ان ئي اخبار جي ان ئي صفحي ۾ "شاعرن ۽ اديبن جا ادبي ۽ اصلي نالا" جي عنوان سان هڪ سلسلو شروع ڪيو. جنهن تحت هر هفتي لڳ ڀڳ15 شاعرن ۽ اديبن جا ادبي ۽ ماتائتا نالا ترتيب ڏئي موڪلبا هئا ۽ اهي اخبار جي هن صفحي ۾ شايع ٿيندا هئا. ان سلسلي کي ترتيب ڏيڻ ۾ مون سان بابا جو گهڻو سهڪار رهيو. ان سلسلي تحت لڳ ڀڳ 25 قسطين ۾ ٽن چئن سون شاعرن ۽ اديبن جا نالا شايع ٿيا. اها ان نوعيت جي پهرين ڪوشش هئي، جيڪا اديبن پاڻ بہ ڏاڍي پسند ڪئي. ان کانپوءِ مون پبلڪ اسڪول ميرپورخاص ۾ نائين کان ٻارهين ڪلاس تائين واري شاگرديءَ واري دؤر (1991ع کان 1995ع تائين) ۽ ان کانپوءِ وارن ٽن چئن سالن ۾ مختلف اخبارن جي ٻارڙن صفحن توڙي ٻارڙن لاءِ شايع ٿيندڙ مختلف رسالن ۾ نثر توڙي نظم ۾ تمام گهڻو لکيو. هن ڪتاب "ٻيڙي ۽ چنڊ" ۾ ان دؤر جا بہ ڪجهہ نظم شامل آهن. جن ۾ "مينهن کي منٿ" ۽ "روئڻو راڄو" وغيره اچي وڃن ٿا.

آءٌ مرحوم اڪبر جسڪانيءَ (ان وقت جي "گل ڦل" رسالي جي ايڊيٽر)، چاچا پرواني سيوهاڻيءَ (ان وقت "سرهاڻ" رسالي جي ايڊيٽر)، مرحوم حسام سومري (ان وقت جي روزاني "هلال پاڪستان" جي "ٻارڙا اکين جا تارڙا" صفحي جي سهيڙيندڙ، جنهن کي مون هي ڪتاب ارپيو پڻ آهي)، سڪندر سروان (ان وقت ڪراچيءَ مان نڪرندڙ "مرڪ" رسالي جي ايڊيٽر)، مرحوم عبدالرحمان "نقاش" عرف "چاچو عوامي" ان

وقت جي روزاني "عوامي آواز" جي "جوت" صفحي جي سهيڙيندڙ)، عاجز جمالي ("چاچي عواميءَ" ڪانپوءِ "جوت" صفحي جي ايڊيٽر)، مسعود لوهار (اُن وقت جي حيدرآباد مان نڪرندڙ رسالي "ارچڪ مرچڪ" جي ايڊيٽر)، همسفر گاڏهيءَ (ان وقت جي روزاني "جاڳو" جي "جاڳو ٻارڙا" صفحي جي سهيڙيندڙ)، ادا علي گوهر ڪهاوڙ (چاچي حسام سومري ڪانپوءِ روزاني "هلالِ پاڪستان" جي "ٻارڙا اڪين جا تارڙا" صفحي جي سهيڙيندڙ) سميت انهن سمورن سڄڻن جو ٿورائتو آهيان، جن مُنهنجي اندر جي ليکڪ کي اُسرڻ ۾ مدد ڏني ۽ مُونکي اُتساهيو.

هن ڪتاب ۾ جيڪي ٻارن لاءِ لکيل نظم شامل آهن، اهي اڪيچار ٻارائن نظمن منجهان چُونڊيل آهن. ان چُونڊ ۾ جيڪي نظم هن ڪتاب ۾ شامل ناهن ٿيا، اهي مُنهنجي ايندڙ ڪتابن ۾ اوهان کي پڙهڻ لاءِ ملي ويندا. مُنهنجي نظر ۾ مئٽرڪ ڪلاس (ڏهين ڪلاس) تائين جو شاگرد، ٻالڪپڻي جي حد ۾ اچي ٿو. هن ڪتاب ۾ نظمن ۽ انهن جي موضوعن جي چُونڊ، اهڙيءَ ريت ڪئي وئي آهي جو هن ۾ صفا ننڍڙي ٻار جي دلچسپيءَ وارا نظم بہ آهن. جيڪي ڪيس ڙهي ٻُڌائجن تہ هُو جهُومڻ لڳي، تہ "ڪينگرُو"، "شهرن جا پراڻا نالا"، "هيليڪاپٽر"، "تلور" توڙي "پلارو پتائي" جهڙا نظم بہ آهن. جن ۾ هلڪي ڦُلڪي معلُومات بہ آهي. جيڪا وڏن ٻارن لاءِ ڄاڻ ۾ واڌاري جو سبب بڻبي. اميد ڪجي ٿي تہ هر عمر جو ٻالڪ هن ڪتاب مان ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرُور حاصل ڪندو.

آءٌ ڀاءُ قربان منگيءَ جو بي حد شڪر گذار آهيان، جنهن مُنهنجي پهرين ڪتاب جي خواب کي ساڀيان جو رُوپ، ڏنو ۽ "پوپٽ" ٻاران هن ڪتاب کي ايڏي سُهڻي انداز ۾ ڇپائي اوهان جي هٿن تائين پهچايو. اسان جي پُوري خاندان جي آرٽ جي اُستاد ۽ سنڌ جي تمام وڏي مُصور، سائين فتاح هاليپوٽي (شرجيل) جا ٿورا مڃڻ لاءِ مُون وٽ لفظ ڪونهن. هُو مُنهنجا اُبتا سُبتا انگل بنا اُرهي ٿيڻ جي قبُوليندو رهندو آهي ۽ پنهنجيءَ نہ پر مُنهنجيءَ مرضيءَ سان ڪم ڪري ڏيندو آهي. هن ڪتاب جو سُهڻو ٽائيٽل ڊزائن ڪري سائينءَ مُنهنجي هن پهرين ڪتاب کي يادگار بڻائي ڇڏيو آهي. باقي آءٌ پنهنجي پياري ابوءَ (جنهن کي هند سند

جو ادبي جهان، "مقصُود گُل" جي سهڻي نالي سان سڃاڻي ٿو، جو شڪريو ادا ڪرڻ جي همت ئي نه ٿو رکان. هن مونکي جيڪو ڪجهه ڏنو آهي. مان ان جو ڳاڻيٽو ڪرڻ جو به اهل ڪونه آهيان ۽ ان ڏس ۾ منهنجو لفظ لفظ معنيٰ رکي ٿو. هو نه چاهي ها ته اڄ آءٌ شاعر ته پري جي ڳالهه، هن معاشري جو هڪ مُهذب شهري ئي نه هجان ها. اڄ به منهنجو ابُو مُنهنجي سِٽ سِٽ جِي اصلاح ڪندو آهي. هُن تنقيد ڪرڻ به سيکاري آهي ته تنقيد سَهڻ به. اڄ به اسان ٻئي هڪ ٻئي جا هن دنيا ۾ وڏي ۾ وڏا نقاد آهيون. اسان جي وچ ۾ طويل تعميري علمي ادبي بحث ٿيندا آهن. اسان ٻنهي جو رشتو جيڪڏهن ڪو پُرجهي، وٺي ته جيڪر ريس ڪري. اها حقيقت آهي ته مُنهنجي والدين جهڙا امان، بابو جنهنجا هُجن، اُهو دنيا جو هر مُثبت ڪم اورچائيءَ سان ڪري سگهي ٿو. مُنهنجو ابُو واقعي "مُنهنجو محبُوب" آهي. اسان زندگيءَ جا ڪوڙ انتهائي اذيت ناڪ پل گڏ ڪاٽيا آهن. هُو مُنهنجي وبجهن ترين دوست مان هڪ آهي. اُن جو ٿورو نه مان لاهي ٿو سگهان، نه ئي ڳائي ٿو سگهان. مُون زندگيءَ ۾ جيڪو ڪجهه لکيو آهي، يا اڳتي لکندس، اُن جو لفظ لفظ سندس ۽ منهنجي امان مهربانيءَ جا ڳُڻ پيو ڳائيندو. الله پاڪ منهنجي ابُوءَ توڙي اميءَ کي سالم صحت سان خوبصُورت حياتي عطا ڪري، جنهن ۾ رڳو سُک ئي سُک هجن. (آمين.)

مان انهن سمُورن پيار لائق پڙهندڙن، پارڙن توڙي وڏن جو بي حد ٿورائتو آهيان، جيڪي مُنهنجِي شاعريءَ کي پسند ڪندا رهيا آهن جيسين سِيءَ ۾ ساهه آهي ۽ ڏاتر ڏات ڏني، تيسين هي قلمي سفر جاري رهندو ۽ پارن لاءِ به لکبو رهبو.

**ياسر قاضي**
منزل مقصود . ڪراچي
djyasirqazi@yanoo.com



# تون ئي مولا

سنسار کي سارين تو
ڪنهن کي نہ وسارين تو

پالين تو ڪروڙن کي
مارين تو، جيئارين تو

هڪ مان تہ نہ پر ساري
مخلوق سنڀارين تو

هر روز تون سونهري
نئون سج اڀارين ٿو

تون چنڊ جي چاندوڪي
هر واٽ تي هارين ٿو

ڳجگوڙ ۾ کنوڻين ۾
بس تون ئي ٻڪارين ٿو

برسات جي بوندن سان
ٿربر کي بهارين ٿو

مهراڻ جي موجن مان
پوکن کي پيئارين ٿو

بي انت پکين کي تون
آزاد اڏارين ٿو

تون ئي ٿو ڪرين ناخوش
تون ئي ته اٿارين ٿو

تنهنجو آ شڪر مالڪ!
ڏئي علم اجارين ٿو

"ياسر" جي دعائن کي
هرگز نه ڌڪارين ٿو

(27 جولاء 2012ع)





## نعت

عظمت ۽ شان وارو
سھڻو نبي ﷺ سونھارو
انسان ذات ۾ آ
سيني کان مان وارو
پيغمبرن جي اُپ تي
تارن ۾ چنڊ پيارو

هن لاءِ سڀ برابر
گورو هُجي يا ڪارو
دشمن، سڄڻ جي خاطر
آ امن جو اشارو
جنهن کي هو مان بخشي
ماڻيندو چوٽڪارو
عظمت نہ جنهن سڃاتي
تنهن لاءِ آ خسارو
مُنهنجي مٺي محمّدﷺ
جو اسم آ پيارو
”احمد“، ”بشير“ هن جو
هر نانءُ ناميارو
پڙهجي مٺي نبيءَﷺ تي
دل سان دُرود پيارو!

(3 سيپٽمبر 2012ع)






## معصُوم التجا

مُنهنجو تون عقل علم وڌائج مولى
رحمت جوسدا مِينهن وسائج مولى!

ڳَتتيءَ ۽ گُمانن کان سدا رک آجو
شيطان جي ياريءَ کان بچائج مولى!

انسان جي عظمت جو رکان آهه پرم
ماڻهن جي محبت سان نوازج مولا!

اوگڻ ۽ سيني عيب ڪڍي ڇڏ مون مان
چاهت جا هڙئي رنگ پسائج مولا!

کهڙي آ پلي راهه ۽ کهڙي آ ڪسي
هر دم تون اهو راز ٻڌائج مولا!

جا وات سنئين توڏي وڃي مونکي اچي
بس وات اها مونکي وڻائج مولا!

اوندهه ۾، اجالي ۾، خوشيءَ ۾، غم ۾
همراهه ۽ رهبر تون سدا تج مولا!

ڏي سگهه زماني ۾ ڪري آهه سگهان
چاهت جي هر هڪ ريت کي رائج مولا!

(29آگست 2012ع)





# ڀلارو ڀٽائي رح

ڀٽ شاهہ ۾ نروار ڏسو شاهہ ڀٽائي رح
سچ پچ تہ سڄيءَ سنڌ جو آ ساهہ ڀٽائي رح

ٿي سئو کان مٿي سال ٿيا جنهن جي ڄمڻ کي
تنهن پاڻ عبادت ٿي سڏيو پنهنجي سُخن کي

"ڀٽين پور" جي هئي پونءِ ۽ "هالا" جي حويلي
ڄائو تہ رهي ڪانہ بنهہ سنڌ اڪيلي

هو "شاهه حبيب" جو هو فرزند سدورو
ننڍڙي جي پڙهيو ظاهري اسڪول ۾ ٿورو

پر پو ته سندس دل ۾ هيو علم ـ اجالو
ٻارن ۾ عجب ٻار هو نيڪ نرالو

هو هند گهميو، سنڌ گهميو، شعر چيائين
الله جا اسرار، عجب راز لڌائين

مائٽن تي، مڪانن تي سوين بيت چيائين
هن ديس جي هر درد جو اظهار ڪيائين

پيغام سچو پيار جو آ جنهن جو رسالو
هر بيت پٺائيءَ جو آ ڀرپور اجالو

"تنبور" جي نالي سان ڏنئين ساز بنائي
جنهن ني ٿا پڙهن بيت ۽ وايون به وڄائي

سيرن ۽ سفر منجهه سڄي عمر گذاري
وهنوار ۽ ڪردار کي سوچن ۾ سنواري

پو شاهه اچي نيٺ اها پٽ وسائي
آ هان دفن پاڻ جتي شاهه ڀٽائي

الله کي خاموش عبادت ۾ سنياري
هڪ ڏينهن ويو نيٺ هُو دنيا مان گذاري

اڄ پريت ـ نگر شاهه رح جو ”ڀٽ شاهه“ تو سڏجي
جنهن شهر ۾ چاهت مان سڄي سنڌ تي گڏجي

هر سال صفر منجهه هتي عُرس لڳي ٿو
ماڻهن جو عقيدت مان وڏو ميڙ مچي ٿو

آئينو سڄيءَ سنڌ جو آ شاهه ڀٽائي رح
تاريخ ۽ تهذِيب جو ويساهه ڀٽائي رح

(آگسٽ 2012ع)





# سنڌڙي مُنهنجو ديس

عظمت جو آهي اهڃاڻ
سنڌ اسانجِي آهه سڄاڻ

سنڌ اسانجو ديس مهان
جنهن ۾ ڪاڇو، ڪوهستان
ٿر جو سهڻو ريگستان

هر پاسو آ عاليشان
1هاڪڙه 2"سنڌي سمنڊ"، 3 پُران
سنڌ اسانجِي آهه سجاڻ

سُهڻو سنڌو، "شِينهن درياهه"
جنهن ۾ هر سنڌِيءَ جو ساهه
4"انڊس" سان آ عشق اٿاهه
5"اباسِين" سان چوڻو چاهه
موج ۾ مهڪَي شلَ مهراڻ
سنڌ اسانجِي آهه سُجاڻ

پريا، ڀهمڻ، پولاري
رُڪَ، پڊعيدن، متياري
ڪُنبَ، ڪراچِي، ڪنڊياري
سنڌ سڄِي آ سُونهاري
مَٺ ٻٽِي آ پنهنجو پاڻ
سنڌ اسانجِي آهه سجاڻ

شالَ 6"مُهين" جو ماڳ جيئي
سُهڻو سنڌي راڳ جِيئي
چاهه وِندن جو 7 چاڳ جيئي
هر سنڌِيءَ جو ڀاڳ جيئي

شاهه ڀٽائي رحه آ سروائ

سنڌ اسانجي آهه سڄاڻ

(5 نومبر 2012ع)



---

(1 ۽ 3 "هاڪڙو" ۽ "پُراڻ" سنڌو درياهه جا ٻه پُراڻا وهڪرا آهن. 2 سنڌ سان لڳندڙ سمنڊ "عربي سمنڊ" سڏجي ٿو، پر تحقيق ڪندڙن جو خيال آهي ته ان سمنڊ جو نالو ٻه "سنڌي سمنڊ" هُوندو ڇاڪاڻ ته عرب سنڌ ۾ ڪافي عرصو پوءِ آيا. 4 سنڌو درياءَ کي انگريزيءَ ۾ "انڊس" سڏجي ٿو 5 سنڌونديءَ جو هڪ ٻيو نالو 6 سنڌ جي پنج هزار سال قديم تهذيب جو نشان اُجڙيل شهر "مُهين جو دڙو" 7 ناز، نخرو مانُو)



# مُنهنجو بابو

ٻُڌو سڀ باغَ ! موتيا! ۽ گُلابو!
سڀ جڳ کان ڀَلو آ مُنهنجو بابو

سندس نالو ٻڌيو مُنهنجِي سُڃاڻپَ
ادب، اخلاق، سيکاريئِين سياڻپَ

وٺي آڱُر سندس هلندو هُيس مان

سهاري سان سدس وڌندو رهيس مان.

رَسايئِين عِلم ڏيئي اوُج تائين
نہ کو انگل ڪڏهن پيي ٿاريائِين

ٻُڌاييئِين حَوڙَ سان نفرت ڪرڻ پيي
صداقت جَي ڏسيئِين ترهَي ترڻ پيي

سدا پنهنجِي پُنيءَ تي جنهن کنيو تي
ڪڏهن گهوڙو ڪڏهن هاتي بڻيو ٿي

کُلهن تي جنهن ڪِڍي هَر هَر گهمايو
سدائين ساهہ سان سانڍي نِپايو

چميُون ڏيئِي اکين تي تيَ کنيائِين
نظر جو نُور پيِي مُونکي چيائِين

چڱائِيءَ لاءِ بابلَ جُون چماڻُون
ڏسِيندُيون ٿي رهيُون ڏاهپ جون واڻُون

چڱو چوکو سدا اوڍِيئِين اسان کي
غلط هر ڳالهہ کان روڪيئِين اسان کي

ابو آ چانوَ يِي، مُنهنجو ڇپر ڇِي
ڏَسيندڙ پيارَ جو پهريون اکر ڀِي

دُعا مُنهنجِي اِڳهائجُ، ڪر عنايت
الاهِي! مُنهنجو بابو رک سلامت

(5 نومبر 2012ع)







# مُنھنجي امان

جنھن مُنھنجو سُور سُجاتو آ
ھا! جنھن سان پُختو ناتو آ
جنھن مُونکي سِيني لاتو آ
جو پيار جو اڻ کُٽ کاتو آ
جنھن پاليو آ پابوھ منجھان
سا مُنھنجي مِٺڙي آھ امان

جنهن مُونکي پيٽ ۾ سانديو هو
۽ هن سنسار ۾ آندو هو
جنهن اوجاڳن ۾ گهاريو هو
۽ ڳالهائڻ سيکاريو هو
جنهن تاتيو مُونکي موهه منجهان
سا مُنهنجِي مِنٺڙي آهه امان

جنهن پنهنجِي منٺڙي لوليءَ ۾
۽ سُهڻِي سنڌي بولِيءَ ۾
جو چاهه وِڌو آ چولِيءَ ۾
سو جُلڪي من جي جهوليءَ ۾
تنهن هستيءَ تان مان گهور وڃان
جا مُنهنجِي مِنٺڙي آهه امان

جنهن سُرت ڏنِي، ساجاهه ڏني
جنهن سچائِيءَ جي راهه ڏنِي
جنهن پيار ڏنو، جنهن چاهه ڏنو
جنهن پل پل مُون تي ساهه ڏنو
مان ٿورا تنهن جا ڇو نه مڃان!
جا مُنهنجِي مِنٺڙي آهه امان

ٿون شال! هزارين سالَ جِيئين
۽ مُور نہ ٿُون بِيمار ٿئين
خوشحال هُجين ۽ شاد ايئين
جيئن مُرڪي گل گلاب، تيئين
مان توکي ڏسندي شاد ٿيان
ٿُون مُنهنجِي مِنٿِي آنهہ امان

(19ڊسمبر 2012ع)





# ڪوهياري‌ءَ جي ڇيلي

ڪوهياريءَ هڪ ڇيلي ڏاري
ڪُونئرن ڪُونئرن وارن واري
ٿوري ڀُوري، ٿوري ڪاري
پوءِ ٻه لڳي ٿي ڏاڍي پياري
فوج مِڙي ٿي ٻارن واري
ڦيرائن هُن کي چوڌاري

عينيءَ پارس، ننڍڙو ٻاري
ڄڻ سان ڪڍڻ واري واري
ٻارن جي لئہ باغ بهاري
ڀور نہ تنئي تن کي بيزاري
گهر ۾ هردم ڏمچر جاري
آکهہ آ ۽ آزار ۾ ساري
کوهيو ٻڪريءَ تان ٻلهاري
"ٻي... ٻي..." جنهن جي ٻولي پياري
مستي تنئي جي ڄڻ تي طاري
ڪڏ ڏڪي ڄڻ جي ڪوهياري
ڇيلي ڊوڙي تي ويچاري
سهڪي چئي تي "زاري... زاري..."

(10 سيپٽمبر 2012ع)






# ڳُهَڳهُو ڳهوڙو

جهُولي جهُومي ڳَهڳَهُو ڳَهوڙو
ياد نہ ٽوٽئي ٽِن جو ڪوڙو
ڪاٺ جو ڳَهوڙو بابي آندو
هاٽي ناهيان وِيهندو وانڊو
اڳتي پُٺتي جهُولي جهُوٽي
سير ڪريان ٽو اڪڙيون ٻُوٽي

تمبڪُو ڪان دادو، مورو
سيوهڻ تر ڪان اڳتي تورو
ڳهڳهو گهوڙو سير ڪرائيَ
مُون کي سارو ڏينهن گهمائي
رنگ به سهڻو گهرو ناسي
چال چلت پڻ خُوب ۽ خاصي
ڪنڌ تي ٻُشڪُون، پُڇ ڊگهيرو
"هڻ... هڻ..." هڻڪي ڏئيَ تو ڦيرو
هيندل نڪتل آهه ڪَنن ڪان
ويهي پڪڙيان ڪيس تو جن ڪان
روز ڪريان تو سير گهڙي ڪن
ڪانہ گهٽي ڪا دير، گهڙي ڪن
پوءِ رکي پاسي تي گهوڙو
ياد ڪريان تو ٽِن جو ڪوڙو
آچر تائين ياد وجي ٿي
خوش منهنجو اُستاد وجي ٿي
راند ۽ رُوند به آهه ضرُوري
علم سان رکڻي ناهي دُوري

(15 جُولاءِ 2012ع)






# چنڊَ ماما!

چنڊَ ماما! نئون زمانو آ
مُون کي پائِي نٿي کپي هاڻي
پائِي ليکي ۾ هاڻي ڪجهه ڪانهي
مُون کي ڏي نوٽ هاڻي ڳاڙهو ٿُون
پائِي ڪوئي نٿو وٺي اڄڪلهه
ڳالهه هر ڪو پيو اها ڄاڻي
”پائلي“ ۽ نہ ٿِي هلي ”آڌي“
ناهہ پنجين، ڏهين جِي شئي سادي

چپس ۽ چاڪليٽ لاٽيءَ جي
هاڻ قيمت، وڌي ملائيءَ جي
ڪون، ڦلفي به قيمتي ٿي وئي
ٻن روپين، ٽن ڪان ڳالهه ٻي ٿي وئي
ٿون اڳي ئي رهين پري ڏاڍو
تنهن تي ڪڪرن ۾ تو لڪين اڪثر
ٿون ڪڏهن وار ڪان سنهو آهين
۽ ڪڏهن چانورن جي مانيءَ جيان
توسان ملجَي، نه ڪيئن ملي سگهجي!!
ڪاٿي ايڏو مٿي اچي سگهجَي
تنهن ڪري توکي عرض آ ماما!
توتي، سمجهين نه قرض آ ماما!
مُون ڏي پائي نه موڪلج ٻيهر
مُون کي ڳاڙهو ڪو نوٽ گهرجي تو
چندَ ماما! نئون زمانو آ...

(1 سيپٽمبر 2012ع)






# آءٌ وجان اسڪُول

آءٌ وجان اسڪُول...
او ٻارو! روز وجان اسڪُول...

رات سويري آءٌ سمهان ٿو
صُبح جو ساجهر پاڻ اُٿان ٿو
منهنجو آ معمُول، او ٻارو...!
روز وجان اسڪُول...

لکڻ پڙهڻ سان چاهه رکان ٿو
ڪوشش ۾ ويساهه رکان ٿو
محنت ۾ مشغُول، او ٻارو...!
روز وڃان اسڪُول...

مُرڪي سڀ سان آءٌ مِلان ٿو
ڪلندي سڀ جو خيال رکان ٿو
ڪونہ سُڃايان ڏُول، او ٻارو...!
روز وڃان اسڪُول...

حاصل وڏڙن جِي آ شفقتَ
يارن جِي مون ساڻ مُحبّتَ
مڙني ۾ مقبُول، مان ٻارو...!
روز وڃان اسڪُول...

ڪاڇي، ڪوهستان، اُتر سان
پيار آ ساري سنڌ - نگر سان
اُلفت آهہ اصُول، او ٻارو...!
روز وڃان اسڪُول...

(20 آگسٽ 2012ع)






# اُجرو پار

هڪ... ٻہ... ٽي...
امان لولو آٽي ڏي...
لولو بدڪ ٽِي ڪائي
ڪِيئن مَڪ ڪِري مائي؟

چار... پنج... ڇهه...
ڪيڏا ڏرتيءَ جا ٿَهه...
سُنا ساوا وڻَ ٽڻَ
پوبان رات جي ڏڻَ...

سَت ۽ اَٺ...
ڏسو راڄُوءَ جا ٺٺ
ڪائي ڪندُ پتاشا
ڪري روز تماشا

نَوَ... ڏههَ... يارنهَن...
ڪتيُون انب جُون قاران
منو گدرو گول
پر ٻيرن جو جهول...

نوانوي... سئو...
مُونکي بابي جو پئو...
هٽي متان چماٽَ
ڪڍي ڪَنَ مان ڪُوڪاٽَ...

لڳا لچَڻَ نه ڏار...
تيءَ اُجرو ٻار...

(27 جُولاءِ 2011ع)






# اسڪُول جو گھنڊ

ٽِن...ٽِن...ٽِن...ٽِن... گھنڊ وڄي ٿو
هوريان هوريان پير کڄي ٿو
ليٽ ٿيڻ جي ڀَوَ کان ليڪن
هر ڪو جهٽ اسڪُول پُڄي ٿو

”ٽِن...“ بس هڪڙو گھنڊ وڄي ٿو
پهريو پيرڊ هاڻ لڳي ٿو
ٻار پڻي هوشيار ھُجي ته ٻه
هوريان هوريان حاضر ٿئي ٿو

ٽِن...ٽِن...ٽِن...ٽِن... گهنڊ وڄي ٿو
هاڻ رسيسِي رنگ رچي ٿو
ڪائڻ، ڪيڏڻ ويلي هرڪو
ٻالڪ خوش ٿِي خُوب کِلي ٿو

ٽِن...ٽِن...ٽِن...ٽِن... گهنڊ وڄي ٿو
وقفي جو جيئن وقت پُڄي ٿو
هر ڪو زورِيءَ يا چاهِيندَي
جلد ڪلاسن منجهه اچي ٿو

ٽِن...ٽِن...ٽِن...ٽِن... گهنڊ وڄي ٿو
موڪل جو اعلان ٿئي ٿو
”قلم سليٽِي ـ موڪل ٿئي ٿِي“
چوندَي هر ڪو ٻار ڀڄي ٿو

آچر جو جِيئن ڏِينهُن اچي ٿو
هر ڪو مؤجن منجهه رهي ٿو
جاڳڻ جِي ڪا جلدِي ناهي
هر ڪو ٻالڪ عيش ڪري ٿو

ٽِن...ٽِن...ٽِن...جو گهنڊ وڄي ٿو
مقصد واري ڳالهه سَلي ٿو
وقت وهَي ٿو پاڻِيءَ وانگي
هر ڪنهن کي هوشيار ڪري ٿو

ڏينهن اچي ٿو، ڏينهن وڃي ٿو
گَهنڊ تي سارو وقت ڦِري ٿو
سست هميشه راند وِڃائي
چُست سدائين گوءِ کٽي ٿو

(10 نومبر 2012ع)






# ٽافيُن جو مِينهُن

مولى! مُنهنجو عرض اگھاءِ!
ٽافين جو اڄ مِينهن وساءِ...!

ڪتمنڙن جا ڪوڙ تين شلَ!
ڪنوٽيون ۽ گجگوڙ تين شلَ!
ٻنٽيون گڏ ڪروڙ تين شلَ!
اهڙو ڪوئي عيش ڪراءِ!
ٽافين جو اڄ مِينهُن وساءِ...!

جهول پرَي مان ڏير لڪايان
سينِي ۾ مان خُوب ورهايان
سنگتين کي هر روز چکايان
مُنهنجو سپنو سچ بڻاءِ!
ٽافين جو اڄ مِينهُن وساءِ...!

امِي ٿورِي خرچِي ڏئي ٿِي
ٽافيُون کائڻ کان روڪَي ٿي
لالِي پاپ تي پڻ ٽوکي ٿِي
پابندين کان جندُ ڇڏاءِ!
ٽافين جو اڄ مِينهُن وساءِ...!

قِسمين قِسمين ڳاڙهيُون، نِيريُون
ٽافيُون برسن رنگَ رنگِيليُون
گول، گُلابِي، سائُون، پِيليُون
رنگَن سان هر راهه سجاءِ!
ٽافين جو اڄ مِينهن وساءِ...!

سارو مُلڪ منائِي ڪر ٿُون
برفِي، چاش، ملائي، ڪر ٿُون
کنڊُ پتاشا، لائِي ڪر ٿُون
ميٺ مُحبَت ديس بڻاءِ!
ٽافين جو اڄ مِينهُن وساءِ...!

(7 سيپٽمبر 2012ع)






## روئڻو راڄُو

راڄُو! منهنجا جِيءَ جيارا!
هر ڪنهن جَي اکڙين جا تارا!
روئڻو ٻالڪ تِي پيو آهين
هر هر ڳو ڳُون نِير وهائِين
سمجهه، عقل کو ڏار او ٻالڪ!!
وڏڙو تِي ڏيکار...
او ٻالڪ!! وڏڙو ٿي ڏيکار...!

چو ٿو جلدي ڪاوڙ ڪائين؟
جلدي جلدي ڏول سُجائين
رانديڪي لئه روئين چوٿو؟
لڙڪن سان مُنهن ڌوئين چوٿو؟
ڪنهن سان راڻا! ريس نه ڪر ٿُون
ڪُوڙ، ڪروڌ کي پاسي ڪر ٿُون
ڪاءُ نه ڪنهن تي خارَ...
او بالڪ!! وڏڙو ٿِي ڏيکار...!

پوڳُ به ڪنهن جو ڪونه سَهين ٿو
سنگتيُن سان پيي روز وڙهين ٿو
هر پل هيڪل ٿُون ٿو گهارين
ڪونه پيو ڪنهن کي ڪيڪارين
يارن کي اِيئن ڌار نه ڪر ٿُون
هيڪل هِينئن سنسار نه ڪر ٿُون
يارن جو ٿِي يار...
او بالڪ!! وڏڙو ٿِي ڏيکار...!

پنهنجي مرضِي خُوب ڪرين ٿو
ڳالهه نه ڪنهن جِي مُور مڃين ٿو
ڪاوڙ ۾ وِسرئي ٿِي مانِي
منڙا ماٽِين شال جوانِي
گهر وارن سان گڏجي رهه ٿُون!

سار سين سنگتين جي لهه ٿون!
ٻيڙا ٽِيندءِ پار...
او ٻالڪ!! وڏڙو ٿي ڏيکار...!

مُنهنجا راجُو! روشن تارا!
سُرها! سُهڻا! پيارا پيارا!
مُستقبل جا ساٿ سهارا!
تُنهنجا روشن رستا سارا
مُنهنجي اک ڪان ڏُور نہ ٿِين شل!
مُشڪل ۾ مجبُور نہ ٿِين شل!
توسان مُنهنجو پيار...
او ٻالڪ!! وڏڙو ٿي ڏيکار...!
او ٻالڪ!! وڏڙو ٿي ڏيکار...!

(جُولاءِ 1998ع)






# نوريئڙوءِ نسوار

نوريئڙَي نسوار جو ڪاڌي
ڏاڍي ٿي مسڪين سان * تعدي

ٻولائيوُن ٿي ڪاڌئين هرهر
اوسَي، پاسي، سامهُون، مُنهن پر

دنيا ڳولئُون ڳول ڳهُميس ٿي
ميڄالو چئوڦير ڦريس ٿي

وڻ سان ٻوڙن ساڻ لٻگوڻي
لَمندي پنهنجو پاڻ لٻگوڻي

جهرڪِيءَ هُن کي ٿي چيڙايو
طوطي ويتر ڪيس تپايو

ٻڪريءَ "ٻَي... ٻَي..." شور مچايو
گهيٽي زورئون زور مچايو

گهوڙي "هِڻ... هِڻ..." هڻڪي توڪيُس
ڪنهن ٻہ ڪِرَڻ کان ڪونہ ٿي روڪيُس

چيڙائڻ لئہ هر ڪو تڪڙو
همدرديءَ لئہ ڪو ٻہ نہ هِڪڙو

نيٺ سَهو اَڏراتِي آيو
هُن جي . گهر جو ياتي آيو

جلدي نوريئڙي کي پڪڙي
اهڙو مضبُوطيءَ سان جڪڙي

وڻ جي هينان ليٽايائين
نند جِي گوري کارايائين

نوريئڙي کي ننڊ اچي وئي
سمهندي سمهندي شام بہ ٿي وئي

شام جو جاڳيو تيز توانو
سمجهہ ۾ آيُس هاڻ زمانو

ٺينگَ ڏنائين هيج مان سورنهن (16)
آئيندي نسوار کان توبهہ!!!

(20 آگسٽ 2012ع)



* (پيارا ٻارو! "تعدي" اصل عربيءَ جو لفظ آهي ۽ اُن جي صحيح صُورتخطي بہ اها ئي آهي، پر هاڻي اُن کي سنڌيءَ ۾ "تادي" بہ لکن ٿا. ان لفظ جي معنيٰ آهي: "جُٺِ"، "بُري حالت" يا "زيادتي")




# ڪينگرُو

آسٽريلي جانور هي ڪينگرُو
جنهن کي ڏسندي خُوب ٿي حيرت وٺي

ملڪ پنهنجي جي سڃاڻپ آ بڻيو
هر ڪوئي هت "ڪينگرُو" ٿو ڪوٺجي

هو ڪتي ا جهنگ واسي ۽ ڪتي
پالتو بڻجي گهرن ۾ تو رهي

آ سراسر عمر هن جي ويهه (20) سال
پالتوءَ کان جهنگلي ٿورو جيئي

گاهه کائيندو آ توڙي عام جام
پو بہ ڪڏهين گوشت خوري تو ڪري

ڪينگرو ماديءَ کي قدرت آ ڏني
ڳوٿرِي هڪڙِي نرالي پيٽ تي

ماءُ بڻجڻ بعد ٻچڙي کي اُها
ڳوٿرِيءَ پنهنجيءَ ۾ سانڍيو تي وتي

ٿورڙو ٻچڙو وڏو تي تو تہ پو
ماءُ کان تڪڙا قدم هو تو کڻي

تيز رفتاريءَ ۾ آهي بيمثال
ايئن ڏئي تو ٽپنگ، جيئن گهوڙو نچي

تيز ڊوڙڻ جي ڪري هِي جانور
پنهنجي دشمن کان ڦتافت ٿو بچي

بي ضرر هوندڙ ڪينگرُو آهي مگر
جي ڪو ڇيهو ڏيس، اُن سان ٿو وڙهي

ڪيترا ٿا جانور هن کان ڊڄن
هِي بہ ٿو ڪجھ جاندارن کان ڊڄي

ڪيترو سهڻو آ قدرت جو نظام
جنهن ۾ پنهنجي ڍنگ سان هر ڪو جيئي

(20 آگسٽ 2012ع)



---

(ٻارڙن جي رسالي ماهوار "گل ڦل" ۾ شايع ٿيل)




# هيليڪاپٽر

آ عجب اِيجاد هيليڪاپٽر
اُڏرندَي اڪثر جو ايندو آ نظر
آهي ڀنڀوريءَ جِي صورت تي نهيل
جنهن مٿان ڦِرڻي پَرن جِي آ لڳل
تِن پَرن جِي گول ڦرڻي تي ڦَري
جنهن ڪري جهُومِي هوا ۾ تو اُڏَي
"پال ڪارنو" آهہ سائنسدان سو
جنهن اُوڻيهہ سئو سَتَ ۾ اِيجاد ڪيو
آ سواريءَ لئہ هوا وارو جهاز
پر لڪل هيلِيءَ ۾ آهي خاص راز

پل ڪٿي هيلي اُڏي، توڙي لهي
ڪانه ”رن - وي“ جي ضرورت ٿي پري
ڪنهن ننڍي ميدان تي يا روڊ تي
هي لهي، ٻيهر اُڏامي تو سگهي
هن سان ممڪن آهي هيناهين اُڏام
ڪم اچي ٿو هي مدد لئه عام جام
ٻوڏ، ڪو طوفان، يا ڪو زلزلو
ٿي اچي هيلي مدد لئه پرجهلو
باهه ۾، پاڻيءَ ۾ قاتل آدمي
سؤلائيءَ سان بچائي آرمي
فوج جا، نيويءَ جا هيليڪاپٽر
جنگ ۾ ڏاڍا ٿين ٿا ڪارگر
”ايئر ايمبولنس“ هيليءَ کي چون
جنهن ۾ مشڪل ۾ مريضن کي نين
هيءَ سهولت پيسي وارن لاءِ آ
ڪٿ غريبن جي هتي ٿي جاءِ آ!
ٿورڙا ماڻهو ٿا هيليءَ ۾ چڙهن
ڪن ۾ ست اٺ، ڪن ۾ پندرنهن ٿا اچن
لوهي پنيوري عجب ايجاد آ
مون ڪتابن ۾ پڙهي ڪيو ياد آ

(21 آگسٽ 2012ع)



---

ٻارن جي رسالي ماهوار گل ڦل ڄامشورو آڪٽوبر 2012ع جي شماري ۾ شايع ٿيل




# بجلِي

بجلِي ڪيڏِي آهہ ضرُوري
سَبَ جِي بڻجي وئي مجبُوري
بلب، گلوب ۽ راڏِون، سَيوزَ
روشن، روشن، رستا ۽ گهرَ
فرج، پکا ۽ اي سِي، هِيٽرَ
جن تي ڊوڙن ٿا سپ مِيٽرَ
ٽي وي، ڪيبل، واٽر ڪُولر
چُلهو، موٽر، گِيزر، جُوسر

هاڻي سڀ ڪجھ بجليءَ تي آ
تنهن بن چارو هاڻ ڪٿي آ!
ڪمپيوٽر تي چَيٽ هلي ٿي
سرفنگ، انٽرنيٽ هلي ٿي
سي سڀ بجليءَ ساڻ هلن ٿا
فرحت انسانن کي ڏين ٿا
پر جا لوڊ جي شيڊنگ ٿئي ٿي
انسانن کي ڏنپ ڏئي ٿي
هر انجڻ، هر پُرزي توڙي
هر مِل ۾ ٿِي بجلي ڊوڙي
هِن سان هر وهنوار هلي ٿو
ملڪ جو ڪاروبار هلي ٿو
بجليءَ مان نقصان بہ آهن
هِن کان سڀ ٿا پاڻ بچائن
* وهندڙ بجلي آهي خطرو
مارَي ماڻهُو تازو تڪڙو
بجليءَ سان دنيا جي زينت
هر ڪنهن جي آ هِيءَ ضرورت
جَڳ مَڳ جَڳ مَڳ... روشن روشن...
بجلِيءَ سان پرپُور آ جِيون

(15 جُولاءِ 2011ع)



* پيارا ٻارو "وهندڙ بجليءَ" کي انگريزيءَ ۾ "ڪرنٽ" چئبو آهي. اهو لفظ اوهان اڪثر ٻڌو هوندو



# پاندارو

پاندارو هِي پاندارو
مُون کي پيارو پاندارو
مُنهنجِي ننڍڙي بئنڪ سمان
جنهن کي ڏسندي آءٌ ٺَران
خرچي مُون وٽ جا بہ بچَي
جنهن کان، مُونکي، جِا بہ ملي
پانداري ۾ آءٌ وجهان
تنهن کي پئسن ساڻ ڀريان

ڪڙ... ڪڙ... ڪڙ... ڪڙڪايان ٿو
پنهنجي دل وندرايان ٿو
ڪڙڪائڻ سان پاندارو
آهه خوشيءَ ۾ واڌارو
هڪ پنجن ۽ ٻن وارا
مون وٽ ڍيرسڪا سارا
ڪوڙ ڪري گڏ پئسا مان
پانداري جي پرجهڻ سان
اُن مان ڪيندو آهيان مان
اُن کي پڄندو ناهيان مان
ٿلَ سان ان جي وات منجهان
سُهڻا سِڪا ڪيندو هان
پانداري سان ياري آ
مهلَ ۾ هُو ساٿاري آ
خُوب بچت سيکاري ٿو
خرچ اجايا ٽاري ٿو
ناهي ڪجهه بيڪار ادا!
سهڻو آ سنسار ادا!
منهنجو ننڍڙو پاندارو
ماڪيءَ جو جڻ مانارو

(27 جولاءِ 2011ع)






# نئِين اِرچڪ مِرچڪ

اِرچڪ مِرچڪ
گهومڻ گِهمچڪ
ڇهِري ڇوِري
ٽوري ٻوري
رَوشو رَوچو
ڦُلِفي پوچو
ڪِتڪتاڙِي
جِنُّ بلاڙِي
ٻوٽ پيانڪ

آءُ اچانڪ

ٿُول پتاشا

راٽِي باشا

ڪمنڊ - ڳنڍيري

ڏِينگو ڏيري

واهه وتايو

* ڪانِيءَ جايو

مائِي مَڪِلِي

چيلِي هَڪِلِي

ڪانءُ ڪُڄاڙو؟

ڏُونڊي پاڙو

نائو نُورو

ٿِي ويو پُورو

(13 سيپٽمبر 2011ع)



* پيارا پارو! وتايي فقير جي ڳوٺ جو نالو ”پير ڪانِي“ آهي، جيڪو ٽنڊي الهيار ويجهو آهي. وتايي جي قبر به اُتي ئي آهي.




# سَوادِي سنڌ

سکر جو ساناڻو، دادوءَ جِي آ دال
ڪِينجهر نُورِيءَ ڄام جو، ميهر جو آ مالُ
ٺُٽِي آ نئين ڪوٽ جِي، سانگهڙ جو سنگر
ڪُنبَ، ٻنورو، گهوٽڪِي، ننگر، نارا ٿر
مورَي جِي ملائِيءَ ۾، ميهڙ جو مائو
خيرَي ديرَي ڪارڪُون، خَيرن سان کائو
سڳِين وارو ساڳَ ۽ گمبٽ جو گُلقندُ

دادوءَ درسائي، دڙي، هر ڪو آ ڏلبند
جوهي، وارو جوش ۽ ٽرڙي، جي ٽاڏل
هنڙيءَ هالا، هوسڙي، هر جا آ هلچل
رتيديري ريوڙيون، هالائيءَ حلوو
جاتيءَ ڪان جهمپير آ، جوت سندو جلوو
سنڌڙيءَ جو هر شهر آ سونو ۽ سهڻو
ڪينجهر ڪان ڪشمور هر، ماڻهو مَن ۔ مهڻو

(12اپريل 2011ع)






# ڊيلي ۽ ڊيلو

ٻاڙهي مُنهنجي ڳوٺڙي، سائي آ صندوق
بابي آندي ٻُوبڪان رانديڪو بندوق
چئن رُپين جا چورسا، ورتا مُون بسڪوٽ
رانجهوءَ سان رسيس ۽، ڪيڏي مُون اڪبوٽ
شيشي جي ڏوڪان ۽، چلڪن چمڪن ٻُوٽ
"ڪِلين" واريءَ فوج ۾ ڀرتي ٿيا رنگروٽ
تانگي قاتي تنگ ۽ رڪشي اُنڪي ران

خرچيُون ملنديُون خُوب گهر، آيا هن مهمانْ
نانِيءَ جي نسوار ۾، ماڪوڙي جي ماءُ
بَيل وجائي مان پجان، دڙڪا ڪائي ياءُ
پيٽ آ ضُوبَيدار جو، متڪو يا لمليٽ
وهنجُون وارهه واهه ۾، لائي لگڙن ميٿ
چورائِي مُون خواب ۾، سونَ - پرِيءَ جي لٺ
سڪرَ واريءَ پُلِ ۾، دروازا چاهٺِ
ڪٺڪ جو ونءُ ڏيکار ۾ بصرن وارو ساڳُ
رات سُمهِي پئہ مهلَ سان، صُبح سويري جاڳُ

(8 جنوري 2011ع)






# مور جِي شادِي

ڪُونجُن ڏَم... ڏَم... ڏُهل وڄايو
هنجَ خوشيءَ مان نچندو آيو
پکين سارو جهنگ سجايو
ڪويل منڙو گِيت ٻڌايو
جهرڪِيءَ سهڻو ڪارڊ ڇپايو
ڳُونجِي ڪاڄ - مَنادِي آهي
مور ۽ ڍيلَ جِي شادي آهي...

سهڻو گهوٽ آ سُونهن سراسر
ڪنوار نمائي ڏيلَ برابر
خُوب خوشِي ٿي گهر گهر دردر
آهہ ڪبُوترء مورَ جو آنڙ
جنهن سان ٿيئِي تعدِي آهي
مور ۽ ڏيلَ جِي شادي آهي...

ڪُڪڙ آهي نيڪ نمازِي
بانگ بہ ڏيندو تازِي تازِي
تنهن جي لاءِ بڻيو آ قاضي
مور ۽ ڏيل بہ آهن راضي
هر ڪنهن کي آزادِي آهي...
مور ۽ ڏيلَ جِي شادي آهي...

ڪانءُ بڻو آ گهوٽ کي ڳانو
موڙ اٿس اڳوات سُهانو
ٽِيٽِيهر آ مور جو نانو
بُلبل خوش ٿي ڳائي گانو
محبت سَرس سوادِي آهي
مور ۽ ڏيل جِي شادي آهي...

جهُونيو مور جو هرڪو ساٿي
ٽمڪري ٿي ٽمڪنو سڀ گهر پاٿي
طوطو مينا پڻ باراتي

نچندي[3] "ڪنيو" ٿيو جذباتي
جهُومي هر نر، مادِي آهي
مور ۾ ڊيلَ جي شادي آهي...

جهنگلَ ۾ هو منگل، ميلو
ڪوبہ رهيو گهر ڪونہ اڪيلو
ڪاڏو سيِنِي رات جو ويلو
گهوٽ ٺُهُوڪيو جو البيلو
مهڪِي جهنگلَ - وادِي آهي
مور ۾ ڊيلَ جِي شادي آهي...

(5 سيپٽمبر 2012ع)



---

(1، 2 ۽ 3 منجهر ڍنڍ جي آسپاس رهندڙ مختلف پکي)




# شهرن جا پُراڻا نالا

اڄ اچو ٻارو! شهر پنهنجا گهمون
سنڌ کي ماضيءَ جي ڳڙکيءَ ۾ ڏسون

هي ڪراچي مورڙي جو آ وطن
سو سڏائيندو "ڪلاچيءَ" جو هو ڪُن

نانءُ "اربي" آهه "عربي" بحر جو
"چانڊڪا" هو لاڙڪاڻي شهر جو

آهه جو پنيور تاريخي شهر
ڏور ڪنهن ۾ سو هُيو "ديبل بندر"

"برهمڻ آباد" منصُوره هُيو
سنڌ جِي گادِي وڏو عرصو رهيو

جو لبِ مهراڻ تي آهي سکر
آ پُراڻو نانءُ اُن تَر جو "بُکر"

نانءُ ٺٽي جو پُراڻو ڳولهيو
شهر 1سرمد جو هو "ننگر" ڪوٺيو

سنڌ جِي گادِي ڪڏهن مُلتان هو
پهرِين سيوهڻ شهر "سَيوستان" هو

"هالڪندِي" نانءُ هالن جو هُيو
شهر هِي سنڌوءَ جَي ڪپ سان تي لڳو

هو ”اَمَر“ جو ”ڪوٽ“ جو پهرين نگر
اڄ عُمَرَ جو ڪوٽ سڏجي ٿو شهر

حيدرآباد آ رهيو گادِي جڏهن
ڪوٽ سو ”نيرُون“ سڏبو هو تڏهن

ڪيئن 2”ڪلهوڙآباد“ ٿِي واري وئِي
۽ ”مَٽَن واري“ ٿِي ”مٽياري“ وئي

نانءُ جيڪب باد جو هو ”خان ڳڙهه“
غور سان تاريخ جو هر باب پڙهه!

هر شهر، هر ڳوٺ آهي بي مثال
سنڌ ساري آهه بيحد بَاڪمال

ياد جيڪو پنهنجَي ماضيءَ کي رکَي
سوئي مستقبل کي ٿو لوچي لهَي

(5 سيپٽمبر 2012ع)



1سرمد شهيد2تعمعي موري ۾ ”ڪلهوڙن جي مقبرن“ وارو آهو ماڳ جتي مشهور ڪلهوڙا حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙي جو مقبرو به آهي. ان ماڳ کي ”ڪلهوڙا آباد“ چيو ويجي ٿو اهو ڪڏهن سنڌ جي گادِيءَ جو هنڌ به رهيو آهي



# مِينهَن کي مِنٿَ

کارا بادَل... پيارا بادَل...!
گاج، کنوڻ، چمڪارا بادل...!
خالِي بِينو ڇوٿو چمڪِين؟
آڻ سِگهو وسڪارا بادَل!!

اونهاري آ خُوب ستايو
گرمِيءَ آهي ساهُ سُڪايو
جُون مهيني جيءُ جلايو

برپٽ هِن تاسارا بادَل!
آڻ سِگهو وسڪارا بادَل!!

ٿون جَي وسندَين، ڏرتي نرندِي
وڻ جي تاري تاري ڪِلندي
گرمي جي هيءَ باهہ تہ وِسندِي
مِنبا سِي مُونجهارا بادَل!
آڻ سِگهو وسڪارا بادَل!!

ٿربَر توسان ٺهڪِي پوندا
ڍِنڍون ڍورا پِرجي پوندا
ٿنهنجَي آئي مُرڪِي پوندا
مارُو جِيءَ جيارا بادَل!
آڻ سِگهو وسڪارا بادَل!!

پکِي گهرن مان نڪري ايندا
سُورَ سمُورا وسري ويندا
اولهہ پاسَي أيري ايندا
اندلٺ جا رنگ سارا بادَل!
آڻ سِگهو وسڪارا بادَل!!

ٿون جَي برسين، راند رچايان
ڪاغذ جِي مان ٻيڙي ناهيان
تنهن کي پاڻيءَ منجهہ هلايان
ملندا پاڻ ڪنارا بادَل!
آڻ سِگهو وسڪارا بادَل!!

بارش ۾ انگوشا ڪٽبا
هر ڪنهن گهر مان پئسا ونبا
خوب خوشيءَ مان تولئہ هٽبا
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ نعرا بادل!
آءُ سگهو وسڪارا بادل!!

امڙ منڙو پَٽ رنڌيندي
باجي مونکي خرچي ڏيندي
مونکي وهنجڻ ڪان نہ جهليندي
ٿيندا عيش قرارا بادل!
آءُ سگهو وسڪارا بادل!!

گُلَ گُلَ تي اچ مُرڪي پئہ ٿون!
ٻاجهہ ڪري اچ برسي پئہ ٿون!
هفتو ڏيڌ تہ ترسي پئہ ٿون!
ٻهڪن ٻنيون ٻارا بادل!
آءُ سگهو وسڪارا بادل!!

مالڪ سائين! مينهن وسائج!
گوڏي جيڏي گپ ڪرائج!
ٻالڪ جو هي عرض اگهائج!
تيز وهن نيسارا بادل!
آءُ سگهو وسڪارا بادل!!

(24 جولاءِ 1998ع)



(روزاني "جاڳو" ڪراچي جي ٻارڙن لاءِ شايع ٿيندڙ صفحي "جاڳو ٻالڪ" ۾ ڇپيل)



# سُهڻِي صلاح

ٻارو! جيڪو خُوب پڙهَي ٿو
محنت سان سو ڪيپَ ڪٿي ٿو

ٻارو! جيڪو سچ ڳالهائي
سو ٿو هر هنڌ عزت پائي

ٻارو! جيڪو ڪُوڙ ڳالهائي
هر ڪنهن آڏو سو شرمائي

ٻارو! جيڪو صاف رهي ٿو
هر ڪنهن کي سو خُوب وڻي ٿو

نيڪيءَ جي جو راهه وٺي ٿو
بديءَ کان جو ٻار بچي ٿو

سنگتين جو، جو مان رکي ٿو
هر ڪنهن سان جو پيار ڪري ٿو

سوئي ٻالڪ پيارو آهي
سوئي اک جو تارو آهي

سوئي جيءَ جيارو آهي
هرڪنهن کي سو پيارو آهي

(1992ع)



ٻارڙن جي رسالن ماهوار "گل ڦل" ۽ ماهوار "ارڇڪ مرڇڪ" ۾ شايع ٿيل.




# لال ڦيرِي - گُل ڦيرِي

لال ڦيرِي - گُلَ ڦيرِي
ٻُگڙا، توشا، ڳُڙهه، ٻُنديرِي
ٻير مَنا ۽ ڪٿي چَيري
سنڌڙِي، انورٽول، ڏُسَيري
سُٻگداسِي ۽ ڪرنل، ايري
چنگ چي، رڪشو، ويگن، ڪيري
چانگ، چنا، لاگير، ڪليرِي
چانديا، جوکيا، مهر، مغيري
ٻُلبل، ڪويل، جهرڪي، ڳيري

مور آ چا لئہ نانگ جو ويرِي؟
لٺ ڪٺَي ٿِي نانِي خيرِي
ڏِيد اٿس هر روز جَهڪيرِي
محنت آهي مانُ - مٺَيرِي
علم سان محبت آهہ گھٽيرِي
ڏِيد وطن لئہ جنهن جي مَيرِي
اُن جي منهن ۾ ڌُوڙ جَهجهيرِي
لال ڦيرِي - گُلَ ڦيرِي
لال ڦيرِي - گُلَ ڦيرِي

(17 سيپٽمبر 2012ع)






# ڏکڻ ڏَيهِي

آءُ ڪٿي ٿُون ڏکڻ ڏيهي
پيڃ اچي مڇرن جِي پيهي
ناني آکاڻِي ٿِي اوري
ٻار ٻڌُون ٿا گڏجِي ويهي
اُٺ رَهي ڪي ڏِينهن ٻڪارو
ڳالهه نہ آ هيءَ حيرت جيهي

ڪُونج ڏي رشتو ڪانءَ اماڻيو
ڳالهہ نتو ڪنهن سان سلي هِي
ٽنڪُوءَ ڪي سا ڪاپي ڳهرجي
جيهِي مُون وٽ آهيءِ تيهِي
سچَ ڪي روشن ڪير ڪري ٿو؟
چونہ ڪڏهن وِيچار ڪجَي هِي!
چندڙ امان جو ياءُ تہ ناهي
چالئہ تو "ماما" سڏجَي هِي
أبَ ۾ تارا آهن ڪيڏا
ڪوبہ سگهيو آ ڪونہ ڳڻي هِي
بارَ سيئِي معصُوم تين تا
توڙي ڏيهِي يا پرڏيهِي
محنت جو ڦل ماڪِيءَ جهڙو
ماڪِيءَ جي مک ڳالهہ ڏسَي هِي

(17 سيپٽمبر 2012ع)





# عيد عيد مشالو

عيد عيد مشالو
پيهن جو پيالو
سِنُون سوائيون
عيد تي پچائيون
کِير ڇنهارا
ويڙهي ورهائيون

عيد عيد مشالو
مينهن جو ميڄالو
ڪاٺون ٿا خوش ٿي
نيرن ۾ سپ ڪي
اُنن جي اوجهري
ڪني ۾ ٻرڪي

عيد عيد مشالو
مڇيءَ جو والو
ٻليءَ جو ڪنگڻ
لڳو آ ڇمڪڻ
ڇيليءَ جون ڇيريون
سڪي وئيون ڇمڪڻ

عيد عيد مشالو
سيهڙ جو سالو
جاهو حوالي
شڪل نرالي
شينهن جي ماسي
اسان آ پالي

عيد عيد مشالو
جهومي جمالو

باغن بهاريون
پچن ٽڙيون ساريون
محنت ارپي
سنڌڙي سنواريون

عيد عيد مشالو
علم جو أجالو
چنڊ پاسي چمڪي
جڳ سڄو جرڪي
پلو پچايو
ڪڳي ۽ جرڪي

(5 سيپٽمبر 2012ع)





# تلور

هنجُ نہ هُدهُد، ڪانگ نہ مور
نالو مُنهنجو آهہ تلور

اسپينِي مان بارَ! پکي
ايندو آهيان آسَ رکي

سنڌ جي ڌرتيءَ کي سارَي
آءٌ اچان ٿو هر سيارَي

آءُ وسايان ريگستان
يا پوءِ ڪاڇو، ڪوهستان

اڇڙي ٽر ۾ آءُ اڇان
ريءَ آڪيري آءُ رهان

ڊيلن سان گڏ ڊوڙان تو
ڪُونجُن سان گڏ اُڏران تو

سنڌ ۾ مُنهنجِي مادي آ
ڏِيندِي سالؤن سال بچا

پر هت مارن تا ماري
پَرمٽ ماڻي سرڪاري

ڪوڙ شڪاري، شاهه، اميرَ
عربَ، تونگرَ، داداگيرَ

وانن، راڪن ساڻ مِلِي
تن کي رشوت پيسا ڏئي

مُونکي تا مارِين هتي
ڪونہ جِيئڻ تا ڏِين هتي

پنج مهِينا ترسن تا
گوليُون ٻڄِي برسن تا

اهڙو مُنهنجو آڌرياءُ؟
هرگز ڪونهي ڪو کهڪاءُ!

ماڻھُو هِي مهمان نواز
ڇا لئہ تي پيا ٻُچڙا باز؟

نسل ختم ٿيڻ تي مُنهنجو
هاءِ! جِيئڻ تي پيو اَهنجو!!

روز ڪُٽي ٿو هِيءُ نسل
ڪنهن کي ڳِٽِي ڪانہ اصل

مُونکي جيئڻ ڏيو، آءٌ جِيئان
سنڌُوءَ - امرت آب پِيئان

(5 نومبر 2012ع)






## Animal Planet

كرڙيءَ كَن سِبايا آهن
والا كالهه كهُرايا آهن

كنگ جِي دعوت مورَ جهلي آ
ڍوڍا ڊيلَ پچايا آهن

ڇُوسي روز ڳنڍيريُون ڳيرو
چيڪرَ كانگَ چٻايا آهن

بِلِيءَ کي گُرَ رانيُوئن جا
ياٽيجَي سمجهايا آهن

رڇُ ڪُتي سان عيد مليو آ
موليٰ ميلَ ملايا آهن

ڪالهه لڳو جو ڳوٺ ۾ ميلو
باندرَ نوٽَ ڪمايا آهن

اڄُ مچر ۽ مَک وڙهڻ لئہ
آمهُون سامهُون آيا آهن

سرڪس ۾ اڄ توپ تي ويهِي
طوطي بمَ هلايا آهن

ڪڇُونءَ درزن بيضا لاهَي
واڙيءَ منجهہ لڪايا آهن

ڳُرڙ پکِيءَ جي آکيري مان
آنا چبَ چورايا آهن

چيلِي آ ماسات هرڻ جِي
پاڏوءِ اُنَ پَرايا آهن

گورَي اڄ سان ٻي شادِيءَ لئہ
ڏاچِيءَ ڏندَ وجهايا آهن

چمڙو چندَ تي پهچڻ وارو
چاهَ چڪورَ وجايا آهن

راتي باغ ۾ عيد ڏهاڙي
ڪويل گيتَ ٻُڌايا آهن

سيني گڏجِي عيدَ ملهائي
گيتَ خوشيءَ جا ڳايا آهن

(27 آڪٽوبر 2012ع)






# ڪاميابيءَ جو ڪتاب

سبق پهريون: سڀن سان پيار رکجي
سبق ٻيو: ديس کي دلدار رکجي
سبق ٽيون: ماڻجي محنت سان منزل
سبق چوٿون: خدا جو آهه گهر دل
سبق پنجون: سدائين سچ چئجي
ڇهون: هر وقت لئه هوشيار رهجي
سبق ستون: ٻڙي آهي برائي

سبق انون: سين سان کر پلائي
سبق نائون: گُذارج ساڻ نوڙت
ڏهون: آ ماءُ جي پيرن ۾ جنت
سبق سي ياد کر ٿون ماڻهپي جا
مُصيبت کانءَ پوءِ توتي اچي کا

(11 نومبر 2012ع)





# آوازَ

کنهن دبي ۾ يتر وَجن کڙ...کڙ...
کوئي کائو کرِي يَجَي ٽَڙ...ٽَڙ...

چَجَ ۾ اڻُ تئي صفا چَڙ...چَڙ...
تيل، گَهاڻو کدَي کري گهڙ...گهڙ...

ٻوڙ ٻَڙڪَي ڪِنيءَ ڪڏهن ٻَڙ...ٻَڙ...
۽ پريشر ڪُڪَر ڪري سَڙ...سَڙ...

مَينهن جا ٽا چَڙا وجن چَڙ...چَڙ...
ڪوئِي هَڪلِي ٽو جانورَ هَڙ...هَڙ...

مِينهن ۾ ٽا ڪَڪر گَجن ڏَڙ...ڏَڙ...
تيز بجلِي ڪنوَي منجهن ڪَڙ...ڪَڙ...

پِيرسن سِيءَ ۾ ڏَڪَي ٽَڙ...ٽَڙ...
واءَ ۾ ڦَڙڪندڙ جهنبو ڦَڙ...ڦَڙ...

نانِي نُورِي رُسِي ڪَري ٻَڙ...ٻَڙ...
گَپَ مان ٽِي ڪندِي اچي شَڙ...شَڙ...

پيار، نفرت، ڪروڌ يا ڪاوڙ
هر ڪو هر حالَ ۾ ڪَري ٽو رَڙ

(22 آڪٽوبر 2012ع)






# نوڪريءَ جو اشتهار

جو هلي اڪيون ٻوٽيءَ، سو سوار گهرجي ٿو
ڪوئي اُٺ هلائيندڙ بي مُهار گهرجي ٿو

شينهن جِي حجامت لئہ جهنگ ۾ حجم ڪونهي
ڪوئي زُلف ناهيندڙ هوشيار گهرجي ٿو

جانور ڪلب جو ٿيو افتتاح جهنگل ۾
اُن کي ڪو سنڀاليندڙ چوڪيدار گهرجي ٿو

چنڊ تي امن قائم ڪرڻ لئہ ٻڌيو ٺاٺو
جنهن جي لاءِ ڦڙتيلو ٺاٺيدار گهرجي ٿو

آ پکين جي ڏندن جو ڊاڪٽر اگر ڪوئي
ڏاڻ جو ڪڍي ڄاڻي، هاسڪار گهرجي ٿو

مينهن پنهنجي ميڪ اپ مان مطمئن بنهہ ناهي
پارلر سندو مالڪ، ڪو ڏنار گهرجي ٿو

روزگار لئہ آتو ڪو گڏهہ ڪري دانهون
ڪو پُنيءَ تي ڍوئڻ لئہ ڪيس بار گهرجي ٿو

جنهن ڪڏهن نہ مَک ماري، سو شڪار تي نڪتو
تنهن کي پاڻ آڇيندڙ ڪو شڪار گهرجي ٿو

جو ٻليءَ کي پارائي ڪنڌ ۾ وجي گهنٽي
اهڙو ڪو ڪُوئو ڄاڻنو، رعبدار گهرجي ٿو

ڏيڍ سئو مريضن کي جو ڪري سگهي راضي
راڄ کي شفا ڏيندڙ سو *انار گهرجي ٿو

هر ڪوئي رُذل بارو! آهه پيٽ پالڻ ۾
ڪُجهه نہ ڪُجهہ جيئڻ جي لئہ روزگار گهرجي ٿو

(28 آگسٽ 2012ع)



* پيارا بارو! هڪ چوڻي آهي: "هڪ انار - سئو بيمار" (معني: علاج ڪندڙ هڪ ۽ بيمار سوين .. تہ اُهو هڪڙو ڪيڏانهن وڃي، ڪيڏانهن وڃي؟)




## سنسار جِي سُونهن

سُونهن سنسار جِي، ڦُولَ مهڪار جا
آهيُون ٻالڪَ اسان، سلسلا پيار جا...

مُسڪرائُون جڏهن، خُوب گُلڙا ٽڙن
باغ ـ مُڪڙين جيان، سلسلا پيار جا...

مُرڪ معصوم آ، چاهه مفهُوم آ
ٿا ورهائيون اسان، سلسلا پيار جا...

چاهتُون شل جيئن، ڪِين ڪڏهِين کُٽن
شالَ دلين منجهان، سلسلا پيار جا...

(28 آگسٽ 2012ع)



---

(پيارا بارو! هي گيت مُنهنجي ئي آواز ۾ پاڪستان ٽيليويزن ڪراچيءَ جي، اوهان ٻارڙن جي مقبُول پروگرام ”روشن تارا“ لاءِ 2005ع ۾ رڪارڊ ٿيو. جنهن جي موسيقي شاهد ڀُٽي ڏني، جڏهن ته پروڊيُوسر حُسين خانزادو هو)






## پوپٽ پبلشنگ هائوس پاران ڇپيل ڪتاب

مسافر (سفرنامو) قربان منگي
سائنس جي دُنيا (سائنس) بدر جميل مينڱرو
ريشمي آواز (شاعري) پارس عباسي
سنڌي ـ انگلش گرامر (گرامر) فتح محمد جتوئي
عملي جاميٽري ۽ ٽرگناميٽري (رياضي) فتح محمد جتوئي
ڇُهاءُ (شاعري) اطهر قُريشي
اڪين مان ٽميل نظم (شاعري) امر اقبال
لُڙڪ ٽهڪ ۽ سنسار (شاعري) مير صوبدار صعيد
ٽُرڪيءَ ۾ چار مُسافر (سفرنامو) ڊاڪٽر محبوب شيخ
اسان جي عشق جون ڳالهيون (شاعري) غُلام عباس پنهيرو
اداس لمحن جو درد (شاعري) ضمير لاشاري
چرڪ چوليون (شاعري) عمر ابڙو
اڌاڻا احساس (ريڊيو اسڪرپٽ) ڪوثر برڙو
ڇا رکيو آهي امر اقبال ۾؟!(شاعري) امر اقبال
ترڪيءَ ۾ چار مسافر (سفرنامو) ٻيون ايڊيشن: ڊاڪٽر محبوب شيخ
آمريڪا ۾ ايڪٽيهه ڏينهن (سفرنامو) قربان منگي
تنهنجي دل ۾ هوندي به اڪيلا (ڪهاڻيون) ڊاڪٽر اعجاز سمون
استاد منظور علي خان (فن ۽ شخصيت) مرتب: ڪوثر برڙو
اڪن تي پارو (شاعري) اميد خيرپوري
روهڙيءَ جا روشن ستارا (تحقيق) ڊاڪٽر هدايت پرير
بندر ديسان ديس (سفرنامو) ٽيون ايڊيشن: الطاف شيخ
سچل ـ ساڃاهه شعور (تحقيق) ڊاڪٽر مخمور بخاري
سچل جو فڪر (تحقيق) حزب الله آءِ سومرو
ميهڙ کان ماسڪو (سفر نامو) ٻيون ايڊيشن: ڊاڪٽر محبوب شيخ
خالي بينچ (ناول) ٻيون ايڊيشن: اسحاق انصاري
ميلي جي تنهائي (شاعري) اياز گـل
آني والي لمحون ڪا دک (اردو شاعري) نويد خيال
مونکي موهيو ملائيشيا (سفرنامو) الطاف شيخ
اوٺيهه عورتون (ناول) رسول ميمڻ
سونو ڏند (ڪهاڻيون) رسول ميمڻ
ٻيڙيءَ ۾ چنڊ (ٻارن لاءِ شاعري) ياسر قاضي





دنيا اندر ڪو ٻہ ماڻهو ڪنهن ٻہ ٻئي ماڻهوءَ جو نعم البدل ٿي ئي نٿو سگهي، پر ڇا هي آئون؟ ڄي ها! ناچيز نصير مرزا... جنهن فيلڊ ۾ آهيان... ياسر قاضي، يعني شاعر ابنِ شاعر، ابنِ قاضي مقصود ابنِ قاضي عبدالحي "قائل"... نہ فقط منهنجو نعم البدل! بلڪ بهترين نعم البدل آهي. خوش شڪل، خوش آواز، خوش ادا، نماڻو، سُلڇڻو، مُراد وند، کِلمُک ۽ زنده دل... اصل ۾ ياسرَ جو ڳالهہ ڳالهہ تي هي بي خطا کلڻ... ۽ اِهو تہ مون کي ڏاڍو ئي وڻندو آهي. ۽ چاڪاڻ تہ، مون کي هُن جو کلڻ ۽ مائيڪ تي اجهل ۽ اروڪ رواني سان ڳالهائڻ گهڻو وڻندو آهي، ات ڪري سياويڪ... ٻارن جي لاءِ هُن جو هي لکڻ بہ مون کي بي حدئي وڻيو آهي. ۽ چا تہ مزيداري، سلوڻائي، رواني ۽ نواڻ آهي هن جي گيتن ۽ ههڙن نظمن ۾ !

مهراڻ جي مؤجن مان،<br>
پوکن کي پيئارين ٿو.<br>
برسات جي بوندن سان،<br>
ٿر بر کي بهارين ٿو.

۽ بي پناه پختگي، موضوعن جي رنگارنگي، لفظن جي چُست ادائگي ۽ ائين لکندي، ياسرُ... بي شڪ تہ، ڪن اڳوڻن موضوعن تي بہ نوان نظم ۽ گيت سرجيا آهن. پر پڪ ڄاڻو تہ اُهي هُن نواڻ سان ئي سرجيا آهي ۽ اهي بہ اهڙا! جو فرسٽ ڪلاس. مثال طور: نظم 'نوريئڙو ۽ نسوار' 'مور جي شادي' 'گهگهو گهوڙو' 'ياندار و' 'لال ڦيري' يا 'ٽافين جو مينهن' وغيره...

تہ بس ياسرَ! يعني... او منهنجا ٻارڙن جي هنن گيتن جا گيتڪار سهڻا شاعرَ...! سنڌ ڇي ٻارن مٺان، ٽافين جا اجهو، اهڙا ئي مينهن... بابا، تون وسائيندو رهہ... لکندو رهہ، جن کي ٻارن سان گڏجي، اسين ڏند ڀڳل مَڙها بہ... پڙهندا... وات مٺائي ڪندا ۽ چوندا رهون... تہ:

گٽمنڙن جا ڪوڙ ٿين شلَ<br>
ڪنوٽيُون ۽ گجگوڙ ٿين شل<br>
ٻَنٽيُون گڏ ڪروڙ ٿين شل<br>
پيو تون اهڙا گيت سُٽاءِ<br>
ٻارن سان گڏ عيش ڪراءِ

- نصير مرزا

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَرَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)